# سِنڌي ٻيو ڪِتاب

ٻِئي ڪلاس لاءِ

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: امام بخش پرڙو، مهرالنساء لاڙڪ،
سيد نزاڪت شاهه، علي ڏنو جروار،
تاج محمد شيخ، شفيع محمد چانڊيو

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا - سيد امداد حسيني
سيد غلام اڪبر شاهه ”نمائي“ - تاج جويو
دلشاد احمد ڏيتو - شفيع محمد چانڊيو
عزيز الله پنهور - محمد ادريس جتوئي
تحسين ڪوثر انصاري

السٽريشن ۽ لي آئوٽ: ساجده يوسف
ڪمپوزنگ ۽ پيج ميڪنگ: نور محمد سميجو
پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوٽيجو

هي ڪتاب ................................................ پريس ................. ۾ ڇپيو.

# فهرست

# پہ اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل ڪي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پائڀيءَ بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي، نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن ڪي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد ڪي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊ ڪڙڇ ڪان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو، جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ پرائين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن ڪي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

**چيئرمين**

**سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ**

مفت ورهاست لاءِ

**سکيا جي حاصلات**

* الله سائينءَ جي ساراهه ڪرڻ.
* حمد سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
* لفظن ڪي سُڻن اکرن ۾ لکڻ.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## سَبَقُ پهرِيون

# سائينءَ جي ساراهه 'حَمدُ'

ڏَڻِيءَ جا اَسِين گِيتَ ڳايُون سَدا،
اڳِيان تَنهِن جي سِرُ پڻ نمايُون سَدا.

اُپايو جَهين آهه، سارو جَهانُ،
ڪَيو آهه پَيدا، زَمِين آسِمانُ.

پَکِي، جِيتَ، ماڻُهو، مِرُون بي شُمار،
سِجُ ۽ چَندُ تارا، هَزارين هَزار.

هَوا، باهِه، پاڻِي ضَرُورِي شَيُون،
اُپايُون اَٿَسِ جي، مِلَنِ بي مُلهيون.

وَڏائِيءَ سَندس جا وَڏا ٿيا بَيانَ،
نه طاقت رَکي ٿِي اَسان جِي زِبان.

اَسان کي ڏِئي شالَ، سَگهه سو ڏَڻِي،
ڪريُون يادِگِيري، سَندس تان گَهڻِي.

- محمد صديق 'مسافر'

الله سائينءَ جي ساراهه ۾ چيل بيت کي 'حَمدُ' چئبو آهي.

# مشق

مفت ورهاست لاءِ

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اَللہ تعاليٰ ڪهڙيون شيون پيدا ڪيون آهن؟

(ب) اَسان کي سدائين ڪنهن جي ساراهه ڪرڻ گهرجي؟

(ج) اَسان لاءِ ڪهڙيون شيُون ضروري آهن؟

۲- هيٺين لفظن کي سُٺن اکرن ۾ لکو:

اُپايون - جَهانُ - سَگهَہ - يادگِيري - ضروري

۳- ٻارو ٻہَ ٻہَ ڄڻا ٿي بيت سُر سان ٻُڌايو.

۴- ٽُپڪا ملائي تصوير ٺاهيو.

مفت ورهاست لاءِ

سکيا جي حاصلات
* نَبي سڳوري جي سيرت ۽ ڪردار کان واقف ٿيڻ.
* نوان لفظ پڙهڻ ۽ لکڻ.
* سوالن جا جواب ڏيڻ.

## سَبَقُ پيو

# حضرت مُحمّد صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَمَ

اَللهُ سائينءَ جي پياري نَبِي سَڳوري جو نالو حضرت مُحَمَّد صَلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهٖ وَسَلَمَ آهي. پاڻ سَڳورا عَرب جي قُريش قَبِيلي ۾ ڄاوا هئا.

نَبِي سائينءَ جي والد حضرت عبدالله جي وفات سندن ڄمڻ کان ڪجهه مَهينا اڳ ٿي. پاڻ سڳورا ٻن مَهِينن جا ٿيا، ته ڪين عرب جي رواج مطابق ٿَڃ پِيارڻ لاءِ حضرت بيبي حَلِيمہؓ جي حَوالي ڪيو ويو.

پاڻ سڳورا جڏهن ڇَهن سالن جا ٿيا، ته سندن والده بيبي آمنہ جي بہ وَفات ٿي وئي. ان کان پوءِ سندن ڏاڏو حضرت عبدالمُطلب ڪين پالڻ لڳو. پاڻ سڳورا اَٺن سالن جا ٿيا ته سندن ڏاڏو بہ گذاري ويو. تنهن کان پوءِ سندن چاچي حضرت اَبُو طالِب ڪين نپايو.

پاڻ سَڳورا نَنڍپڻ کان سُلڇڻا، سَچار، اِيماندار ۽ رَحمدل هئا. ماڻهو ڪين اَمينُ ۽ صادِقُ سڏيندا هئا.

سيني سان پِيار ۽ مُحبت سان پيش ايندا هئا. پنهنجو وقت اَجايو نه وِڃائِيندا هئا. يَتيمَن سان قربُ ۽ هَمدَردِي ڪندا هئا.

پاڻ سڳورا پوڙهن، بيمارن ۽ مسافرن جي مَدد ڪندا هئا.

نَبِي پاڪ ﷺ ٻِنهي جَهانَن لاءِ رَحمتَ آهن. پاڻ سَڳورن ٻُڌايو ته اَللهُ هڪ آهي ۽ ان جي ئي عِبادَت ڪرڻ گهُرجي.

اَسان کي سندن ڏَسيل واٽَ تي هَلڻُ گهُرجي.

## مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حضرت مُحمَّد صَلَّي اللهُ عَلَيهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ ڪَهڙي قَبيلي ۾ ڄاوا؟

(ب) پاڻ سڳورن جي والد جو نالو ڇا آهي؟

(ج) پاڻ سڳورن جي ڏاڏي جو نالو ڇا آهي؟

(د) پاڻ سڳورن ڇا ٻُڌايو آهي؟

٢- هيٺين جملن ۾ مناسب لفظ ڳولي وجهو:

| رحمدل | قريش | رحمت |
|---|---|---|

* پاڻ سڳورا ننڍپڻ کان سُلَڇڻا، سَچارَ ۽ ..................... هئا.

* پاڻ سڳورا ................ قَبيلي ۾ ڄاوا.

* پاڻ سڳورا ٻنهي جهانن لاءِ ................... آهن.

٣- پڙهو ۽ لکو:

خاندان محبت پيغام ايماندار همدردي

مفت ورهاست لاءِ

سَبَقُ ٽيون

سکيا جي حاصلات

* نماز بابت گفتگو ڪرڻ.
* نماز جا فائدا ٻُڌائڻ.
* وضوءَ جا فائدا بيان ڪرڻ.
* جمع ۽ واحد سيکارڻ.

# نماز

نماز اسلام جو ٻيو رُڪن آهي. نماز پڙهڻ اسان تي فرض آهي. نماز روزانو پَنج وَقت پڙهبي آهي. نماز پڙهڻ لاءِ بدن صاف ۽ ڪپڙا پاڪ هئڻ ضروري آهن.

نماز لاءِ پَنج وقت مسجد مان بانگ ايندي آهي. بانگ ٻُڌي ماڻهو وضو ڪري مسجد ۾ جماعت سان گڏ نماز پڙهندا آهن. نماز پڙهائڻ واري کي 'پيش اِمام' سڏبو آهي.

نماز جا ڪيترائي فائدا آهن. روزانو پنج ڀيرا وضو ڪجي ٿو. نماز پڙهڻ وارن جو جسم ۽ ڪپڙا صاف ۽ پاڪ رهن ٿا. اُهي سجو ڏينهن چُست ۽ توانا رهن ٿا. ان کان سواءِ روزانو پنج ڀيرا مسجد ۾ گڏجڻ جي ڪري هڪ ٻئي جي ڏُک سُک جي خبر پوي ٿي. ان سان ماڻهن جي پاڻ ۾ همدردي، محبت ۽ پيائپي وڌي ٿي.

نماز چڱائي سيکاري ٿي. بُرائيءَ کان بچائي ٿي.

## مَشق

مفت ورهاست لاءِ

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) نماز دين جو ڪهڙو رڪن آهي؟

(ب) ٻانگ ڇو ڏبي آهي؟

(ج) نماز مان ڪهڙا فائدا آهن؟

۲- نماز بابت مختصر ٻڌايو:

۳- ياد رکو تہ: هڪ شيءِ کي واحد ۽ ٻہ يا ٻن کان وڌيڪ شين کي جمع سڏبو آهي ـ هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو:

مثال:

| نماز | نمازون |
|---|---|
| مسجد | |
| ٻانگ | |
| تصوير | |
| خبر | |

۴- ٽُٻڪا ملائي تصوير ۾ رنگ ڀريو:

سَبَقُ چوٿون

# مَدينـــي جـا ســـائِين (نعت)

**سکيا جي حاصلات**

* نعت سُر سان پڙهڻ.
* نون لفظن جو استعمال ڪرڻ.
* واحد ۽ جمع جو تصور ڏيڻ.
* حمد ۽ نعت جو فرق سمجهائڻ.

مِــٺِنِ ڪــانِ مَٿاهان مَدينـــي جــا ســـائِين!
اَســان تي عِنايَتَ ڪَــرِين تُون سَــدائِين.

زَمــاني ۾ جِــن جــو نہ ڪــو واهـــرُو آ،
وَسِيلو تِنين جــو فَقَطِ تُون ئِــي آهِيـــن.

اَنــدرَ ۾ اِهــا آسَ ســانِديــو وَتــان تــو،
حَيــاتِيءَ ۾ روضــو پِرين تُون پَســائِين!

’وَفا‘، تُنهنجِي رَحمتَ مان مايُوسِ ناهي،
ڪَڏهن مِهرَ جو مِينهُن تَنِهن تي وَسائِين.

- ’وَفا‘ مولا بخش

نِبي سڳوري جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي ’نعت‘ چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

# مشق

١- هينئين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حمد ڪنهن جي ساراهه ۾ چيو ويندو آهي؟

(ب) نعت ڪنهن جي ساراهه ۾ چئي ويندي آهي؟

٢- پڙهو ۽ لکو:

| مَتاهان | | واهرُو | |
|---|---|---|---|
| مَدينو | | رحمت | |
| عِنايَتَ | | فَقَط | |
| زَمانو | | حياتي | |
| وَسِيلو | | سَهارو | |

٣- نوان لفظ ٺاهيو: جيئن: زمانو = زمانا

وسيلو ................. سهارو ...................

روضو ................. اڪيلو ...................

٤- تَصوِيرن ۾ رَنگ ڀَريو:

سکيا جي حاصلات

* روشني ۽ گرمي جي اهميت سمجهڻ.
* نون لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* سج بابت گفتگو ڪرڻ ۽ اُن جا فائدا ٻڌائڻ.
* سج وسيلي صبح، منجهند، شام ۽ رات جو تصور سمجهڻ.

## سَبَقُ پنجون

# سِـــجُ

سِجُ اوڀَر کان اُڀرندو آهي.

سِج اُڀرڻ سان هَر طرف سوجهرو ٿيندو آهي. سِج لهڻ سان اونده ٿي ويندي آهي. رات جو ڏيئا، بتيون ۽ بلب ٻاربا آهن.

سِجَ جي روشنيءَ کي اُس چئبو آهي.

سِج مان اسان کي روشني ۽ گرمي ملي ٿي. سِجَ جي روشنيءَ ۽ گرميءَ جي ڪري وڻ، ٻوٽا پنهنجِي خوراڪ ناهيندا آهن. فصل ٿيندا آهن. وڻن ۾ ميوا ٿيندا آهن. گُل ٽڙندا آهن.

سِجَ جي ڪري موسمون بدلبيون آهن.

سِجَ جي گرميءَ سان سَمنڊ جو پاڻي ٻاڦ ٿي، ڪڪرَ ٺهندا آهن ۽ مينهن وسندو آهي.

زمين تي رهندڙ سمورا ساهوارا سِج جي ڪري زنده آهن. سِجُ اسان کان گهڻو پري آهي، پوءِ بہ اسان لاءِ فائدي وارو آهي.

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سج ڪهڙي طرف کان اُڀرندو آهي؟

(ب) اسان کي قدرتي روشني ۽ گرمي ڇا مان ملي ٿي؟

(ج) روشنيءَ ۽ گرميءَ جا ڪهڙا فائدا آهن؟

٢- ٻارو! تصويرون ڏسي خال ڀريو:

★ سج ............... جو اُڀرندو آهي.

★ .............. جو سخت گرمي ٿيندي آهي.

★ سج ............... جو لهندو آهي.

٣- ٻارو! سبق مان ڪي ٻه پنج نوان لفظ چونڊي، سٺن اکرن ۾ لکو.

سَبَقُ ڇهون

# ڏنڌا ۽ هُنرَ

سکيا جي حاصلات

* مختلف ڏنڌن ۽ هُنرن جي ڄاڻ ڏيڻ.
* پورهئي جي اهميت سمجهائڻ.

اَڪبر گرمين جي موڪلن ۾ پَنهنجي دوست مَهراڻَ جي ڳوٺ گهُمڻ ويو. صُبح جو ٻَئي ڄَڻا ٻَني گهمڻ ويا. هاري ٻَنيءَ ۾ هَر پئي ڪاهيو.

**اڪبر:** مهراڻ، هي ڪير آهي؟

**مهراڻ:** اڪبر، هي هاري آهي. هي هَر ڪاهي پوک ڪندو آهي.

**اڪبر:** هَر ڪير ٺاهيندو آهي؟

**مهراڻ:** هَر واڍو ٺاهيندو آهي. هر ڪاٺ مان ٺهندو آهي. هَر جي چُونِي لوهه جي هوندي آهي.

**اڪبر:** ڇا چُونِي بہ واڍو ٺاهيندو آهي؟

**مهراڻ:** چُونِي ۽ لوهه جو ٻيو سامان لوهار ٺاهيندو آهي.

**اڪبر:** پلا هي مَٽُ ڪنهن ٺاهيو آهي؟

**مهراڻ:** مٽ ۽ ٻيا ٺِڪرَ جا ٿانوَ، ڪُنير مِٽيءَ مان ٺاهيندو آهي.

ٻَئي ڄَڻا ٻَني گهُمي واپس پُهتا.

**اڪبر:** ڀلا ڳوٺ جون هي جايون ڪنهن ٺاهيون آهن؟

**مهراڻ:** ادا هي جايون رازا ٺاهيندا آهن.

**اڪبر:** توهان جي ڳوٺ ۾ ٻيا ڪهڙا ڪاريگر آهن؟

**مهراڻ:** اسان جي ڳوٺ ۾ دَرزي، موچي ۽ حَجامَ رهندا آهن. ٻئي ڇٽا ڳالهيُون ڪندي گهر پُهتا. ٻئي دوست اڱڻ ۾ کٽ تي اچي ويٺا. کٽ تي سُهڻي رلي وِڇايل هُئي.

**اڪبر:** مهراڻ هيءَ رلي ڪنهن ٺاهي آهي؟

**مهراڻ:** ادا هيءَ رلي منهنجي ڀيڻ نوريءَ ٺاهي آهي. رليون ساديون بہ ٿينديون آهن تہ ٽُڪ واريون بہ ٿينديون آهن. نوري ڀَرتُ ڀَرڻ، سِنڌي ٽوپي ٺاهڻ ۽ ٻيا هُنر بہ ڄاڻي ٿي.

ڳوٺ جون ٻيون عورتون بہ اهي هنر ڄاڻنديون آهن.

# مشق

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) گرمين جي موڪلن ۾ اڪبر ڪٿي گهمڻ ويو؟

(ب) مهراڻ جي ڳوٺ ۾ ڪهڙا ڪهڙا هنرمند رهن ٿا؟

(ج) ڳوٺ جون عورتون ڪهڙا هٿ جا هنر ڄاڻن ٿيون؟

۲- ڪن ٻه چئن هنرمندن جا نالا لکو:

مثال: درزي ۱ ...................... ۳ ......................

۲ ...................... ۴ ......................

۳- هيٺيان خال ڀريو:

★ هاري ................ هلائي ٿو.

★ ............ جايون ٺاهيندا آهن.

★ رلي ................ مان ٺاهبي آهي.

★ ڪنير نڪر جا ................ ٺاهيندو آهي.

۴- تصوير سُجاڻي نالو ٻُڌايو:

استاد لاءِ هدايت: ٻارن کان مختلف ڪردارن جي ادائگي ڪرائي.

سَبَقُ ستون

سکيا جي حاصلات

* قدرتي منظرن کان واقف ٿيڻ.
* گُلن جي اهميت کان واقف ٿيڻ.
* بيت سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
* نوان لفظ لکڻ.

# گُلاب جو گُلُ ( بيت )

گُلــن ۾ گُلابِــي مَزيــدار گُــلُ،
چنبيلـي ۽ موتـئي جـو مهنـدار گُـلُ.

وڻـي واهہ دِل کـي گلابـي تـو رنـگ،
ٿيو سُونهن ساوَڪ جو سينگار گُلُ.

پَکِي تـوڙي انسان سڀ کـي پسند،
تـئي آدميـن جـي ڳچـيءَ هـار گُـلُ.

سـندس بُـوءِ سُـرهي ۽ ڏاڍي سُـٺِي،
کـري عطـر کـي تـو هـي نـروار گُـلُ.

سـڳوري ڏٿـيءَ جِـي پَلائِـي گهـٽي،
مريـضن جــو بيحـد مـددگار گُــلُ.

گُلن جيئن رسايو سين کي سُڳنڌ،
تہ هرڪو اوهان سان کري پيار گُلُ.

- محمد صديق 'مُسافر'

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت جون توهان کي ڪهڙيون سٽون وڻن ٿيون؟

(ب) هن بيت ۾ ڪهڙن گُلن جو ذڪر ٿيل آهي؟

(ج) اسان کي گُلاب جو گُل ڇو وڻندو آهي؟

(د) اوهان کي ڪهڙو گُل وڌيڪ وڻندو آهي؟

٢- بيت جون هيٺيون سٽون مڪمل ڪريو:

★ گُلن ۾ گُلابي ..................................

★ چنبيلي ۽ موتئي ............................

٣- هن سبق مان اوهان جيڪي نوان لفظ سکيا، سي سُٺن اکرن ۾ لکي ڏيکاريو.

٤- ٽُپڪا ملائي تصويرن ۾ رنگ ڀريو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان پنهنجي پسند جي گُلن بابت معلومات وٺجي.

# آزاديءَ جو ڏينهن

**سکيا جي حاصلات**

* آزاديءَ واري ڏينهن جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ. اُن ڏينهن جي اهميت ٻڌائڻ.
* لفظن جا واحد ۽ جمع ٻڌائڻ.
* آزاديءَ جي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ ۽ ملهائڻ.

اتريان علائقا
گلگت
خيبرپختونخوا
پشاور
جمون ۽ ڪشمير
(تڪراري علائقو)
اسلام آباد
بنون
لاهور
فيصل آباد
پنجاب
ملتان
ڪوئيٽا
بلوچستان
سنڌ
تربت
حيدرآباد
ڪراچي

پاڪِستان اَسان جو ملڪ آهي.
هي ملڪ ١۴ آگسٽ ١٩۴٧ع تي قائد اعظم مُحمد علي جِناح جي اڳواڻيءَ ۾ قائم ٿيو. پاڪستان جا چار صوبا آهِن. سِنڌ، پَنجاب، خيبرپختونخوا ۽ بلوچستان. پاڪستان ۾ رَهندڙ سيئي ماڻُهو پاڻ ۾ پيار محبت سان رهندا آهن.

١۴ آگسٽ اسان جي آزاديءَ جو ڏينهن آهي. اَسين هر سال اهو ڏينهن سُٺي نَموني مَلهائيندا آهيون. اُن ڏينهن قومي ترانو ڳائي ملڪ جو جهنڊو ڦڙڪايو ويندو آهي. بازارِين، گِهٽين ۽ عمارتن کي سُهڻين جَهنڊين ۽ جهالرن سان سينگاريو آهي.

رات جو هر پاسي بتين جي جِهرمِر هوندي آهي.

اسان کي پنهنجي ملڪ سان ڏاڍو پِيار آهي. اَسين عِلم پِرائي پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪنداسين. سُٺا شهري بڻجي ملڪ کي خوشحال ڪنداسين.

# مشق

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسان جي ملڪ جو نالو ڇا آهي؟

(ب) پاڪستان ڪڏهن قائم ٿيو؟

(ج) آزاديءَ جو ڏينهن ڪيئن ملهائيندا آهيون؟

( د ) اسان کي ملڪ جي خوشحاليءَ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

۲- پاڪستان بابت چار سٽون لکو:

۳- هيٺيان لفظ ڻاهيو:

مثال: ٻيلو = ٻيلا - ٻاجي = ٻاجيون - تار = تارون

| صوبو | | ٻتي | |
|---|---|---|---|
| جهنڊو | | بازار | |
| گهٽي | | اخبار | |

۴- ٽٻُڪا ملائي تصويرن ۾ رنگ ڀريو:

سکيا جي حاصلات
* برسات جي اهميت سمجهائڻ.
* آتم ڪٿا جو تصور ڏيڻ.
* اُبتڙ لفظن جي ڄاڻ ڏيڻ.
* اندلڻ جو تصور ڏيڻ

سَبَقُ نائون

# بَرسات

آءٌ برسات آهيان. مون کي مِينهن، بارش ۽ وَسڪارو بہ چوندا آهن. آءٌ ڪڏهن بہ وَسي سگهان ٿي. ساوڻ جي مُند ۾ خاص وسندي آهيان. مون کي ماڻهو الله جي رحمت چوندا آهن. آسمان تي ڪارا ڪَڪَرَ ڏسو، تہ سمجهو آءٌ اچڻ واري آهيان.

ماڻهو، پکي، جيت، جانور، وڻ ۽ ٻوٽا مون کي ساريندا آهن. منهنجي وَسَڻَ سان ڌرتيءَ مان قسمين قسمين جا گاهہ ۽ ٻُوٽا ڦُٽِي نڪرندا آهن. منهنجي وسڻ ڪان پوءِ ڌرتيءَ مان وڻندڙ سرهاڻ ايندي آهي.

مون کي ٿر ۽ ڪوهستان جا ماڻهو گهڻو ياد ڪندا آهن. منهنجي وسڻ سان چوپايو مال بہ خوش ٿيندو آهي. ماڻهن جون ٻنيون منهنجي وسڻ سان آباد ٿين ٿيون. منهنجي پاڻيءَ سان سنڌو درياهہ ڀرجي وهندو آهي.

آءٌ ڏينهن جو وَسِي بس ڪندي آهيان تہ سِجُ نڪرندو آهي، ڪڏهن آسمان تي ستن رنگن واري اِندلَٺ بہ نظر ايندي آهي.

پيارا ٻارو، آءٌ وسان تہ ٻلي وهنجو، پر رستن ۾ گهٽين ۾ گڏ ٿيل پاڻيءَ ۾ ڪڏهن بہ نہ وهنجو ڇو تہ انهيءَ پاڻيءَ ۾ گند ڪچرو شامل هوندو آهي، ان ڪري بيماريون ٿين ٿيون.

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) برسات ڪهڙيءَ خاص مند ۾ وسندي آهي؟

(ب) ٿر ۽ ڪوهستان جون پوکون ڇا تي ٽڪيل آهن؟

(ج) گندي پاڻيءَ ۾ وڌندڙ سان ڇا ٿو ٿئي؟

٢- هيٺين لفظن جا اُبتڙ لفظ ڳوليو: جيئن: زمين = آسمان

| لفظ | اُبتڙ |
|---|---|
| ڏينهن | |
| صبح | |
| خاص | |

٣- ياد رکو ته:

- برسات وسڻ سان ڌرتي سائي پوشاڪ پائي ٿي.
- برسات جو پاڻي درياهه کي ڀري ٿو.
- ٿر ۽ ڪوهستان سنڌ جا حصا آهن.
- اندلٺ ۾ ست رنگ ٽڪيندا آهن.

٤- ٽُپڪا ملائي تصوير ۾ رنگ ڀريو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي ٿر ۽ ڪوهستان جي باري ۾ مختصر معلومات ڏني وڃي.

**سکيا جي حاصلات**

* چئن مندن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* قدرتي منظرن مان لطف ماڻڻ.
* نوان لفظ لکڻ.
* ڪورس جي انداز ۾ سُر سان ڳائڻ.

سَبَقُ ڏهون

# ڳايون چئن مُندن جو راڳ (بيت)

ٻارو اچي مڙو هڪ ماڳ،
ڳايون چئن مُندن جو راڳ

هڪڙي تِن مان آهي بهار،
هيءَ مُند آهي واهه جا ٻار!
وَڻ ٽِڻ ڏسجن تا سڀ سُهڻا،
باغ لڳن تا من کي مُٺا.
گُل ڦُل باغن منجهه ٽِڙن،
پکي بہ مِنڙيون ٻوليون ڪن.

وجي بهار تہ اچي اونهارو،
ڏول انهيءَ جو آهي نيارو.
گرميون اُن ۾ تين مُدام،
پاڻي پڻ چڙهن تا جام.
هن ۾ پئي ٿي پڻ برسات،
ٻوڪ جي سڀ کي وائي وات.

استاد لاءِ هدايت: هي بيت ٻارن کي ڪورس ۾ چورايو وڃي.

پوءِ سَرءُ ٿي اچي وري،
هوا لڳي ٿي گِهم پَري.
هِن رُت ۾ ٿا پاڻي ڄڄن،
پَن وڻن مان ڇڻيو پَون.
دل ڪي وڻندڙ ناهي هوا،
ٿئي تَپَتِ ٿي جاءِ بجاءِ.

ٿيو سرءُ جو پورو وارو،
آيو تنهن تان وري سيارو.
هوا اُتر جي ڪري سُوساٽ،
سيءَ ۾ ٺَريو پون گَهر گهاٽ.
سيءُ پوڻ سان ڪري پُڄاڻي،
وڃي ٿو گهٽجي هرهنڌ پاڻي.

چئن مُندن ۾ پورو سال،
وري ٿئي ٿو ساڳيو حال.

- محمد صديق ’مسافر‘

# مشق

١- ٻڌايو تہ:

(الف) هن بيت مان توهان کي کهڙيون سِٽون وڻن ٿيون؟

(ب) اوهان کي بيت جون اهي سٽون وڌيڪ ڇو ٿيون وڻن؟

(ج) سال ۾ ڪيتريون مُندون ٿين ٿيون؟

( د ) مُندن جا نالا ٻڌايو؟

٢- ٻارو! هيءُ بيت زباني ياد ڪري ڪورس ۾ سُر سان ٻُڌايو:

٣- ياد رکو تہ :

★ بهار ۾ وڻ ٽڻ ساوا ٿي ويندا آهن.

★ سانوڻ جي مُند ۾ مينهن وسندا آهن.

★ سرءُ کي پنن ڇڻڻ جي مُند بہ چئبو آهي.

★ سياري ۾ سيءُ پوندو آهي ۽ گرم ڪپڙا پائبا آهن.

۴- هن سبق مان نوان لفظ ڳولي سُٺن اکرن ۾ لکو:

۵- ٻارو! چارٽ ڏسي مندن جا نالا ٻڌايو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان پسند جي موسم بابت راءِ معلوم ڪري اُن جو سبب پڇجي.

سکيا جي حاصلات

* حضرت عليؑ جي سيرت ۽ ڪردار ڪان واقف ٿيڻ.
* نوان لفظ سکڻ.
* ابتڙ لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

## سَبَقُ يارهون

# حضرت عَلِي ڪَرم اللهُ وجههٗ

حضرت علي ڪرم الله وجههٗ نَبي ڪريم صَلّي اللهُ عَليهِ وَآلِهِ وَسَلّمَ جو سڳو سؤٽ هو. پاڻ مَڪّي شريف ۾ ڄائو. سندن والد جو نالو حضرت ابو طالب هو. حضرت علي ڪرم الله وجههٗ ننديپڻ کان ئي پاڻ سڳورن سان گڏ رهيو.

حضرت علي ڪرم الله وجههٗ رحمدل، سخي، بهادر، عالم ۽ عادل هو. بهادريءَ جي ڪري کيس نبي ڪريمؐ 'اسدالله' يعني 'الله جو شينهن' سڏيو. هو وڏو عالم هو. سندن علم جي باري ۾ نبي ڪريمؐ فرمايو آهي ته، 'آءٌ علم جو شهر آهيان، علي اُن جو دروازو آهي'.

هڪ ڀيري عيد جي ڏينهن ماڻهن حضرت علي ڪرم الله وجههٔ کي عرض ڪيو تہ، ”سائين توهان جي ڪپڙن ۾ چَتِيون لڳل آهن، عيد تي اوهين بہ نوان ڪپڙا پهريو ها.“ پاڻ چيائون تہ”اِئين ڪِيئن ٿو ٿي سگهي تہ، آءٌ نوان ڪپڙا پهريان ۽ شهر جا غريب ماڻهو پراڻن ڪپڙن ۾ هجن.“

حضرت علي ڪرم الله وجههٔ جي رهڻي ڪهڻي سادِي هوندي هئي. سادو کائيندا هئا ۽ سادو پهريندا هئا. سندن زندگي اسان سڀني لاءِ هڪ وڏو مثال آهي.

## مشق

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حضرت علي ڪرم الله وجههٔ پاڻ سڳورن ﷺ جو ڇا ٿيندو هو؟

(ب) حضرت علي ڪرم الله وجههٔ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(ج) حضرت علي ڪرم الله وجههٔ جي رهڻي ڪهڻي ڪيئن هئي؟

( د ) حضرت علي ڪرم الله وجههٔ جي علم جي باري ۾ نبي سڳوري جو ڇا فرمان آهي؟

۲- نوان لفظ لکو:

شينهن     عادل     سوال     چتيون     مثال

۳- تير جي نشان سان ابتڙ لفظ ملايو:

| سخي | مظلوم |
|---|---|
| عالم | پراڻا |
| بهادر | بزدل |
| نوان | جاهل |
| ظالم | ڪنجوس |

أستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي عادل ۽ عالم لفظن بابت ڄاڻ ڏجي.

سَبَقُ ٻارهون

# صحتَ ۽ صَفائي

**سکيا جي حاصلات**
* صحت ۽ صفائي جي اهميت بيان ڪرڻ.
* گهرن، ڳوٺن ۽ شهرن جي صفائي رکڻ.
* ابتڙ لفظ ڳولهڻ.
* لفظن کي ترتيب ڏيئي جملا ٺاهڻ.

**اُستاد:** صِحَتَ هڪ وڏِي نعمت آهي، صحت لاءِ صفائي ضروري آهي.

**بادل:** سائين، صحت لاءِ ڪهڙي صفائي ضروري آهي؟

**اُستاد:** ماڻهوءَ کي جِسماني صفائِيءَ جو خيال رکڻ گهرجي. روزانو ڏَندَ صاف ڪجن. وهنجي سهنجي بدن صاف ڪجي. صاف ڪپڙا پائجن، شام جو راند ڪجي. راند ڪرڻ سان جسم چُست ۽ سگهارو ٿئي ٿو. اسان کي کپي ته کم ڪرڻ وقت کم ڪريون ۽ کيڏڻ وقت راندِ رُوندِ ڪريون.

**مُرڪ:** سائين، اسين گهر جِي صفائِي ته روز ڪندا آهيون ۽ اسڪول کي ٻه صاف رکندا آهيون.

**اُستاد:** برابر، رُڳو گهر ۽ اسڪول

نہ پر ڳوٺ ۽ شهر بہ اسان جا آهن. اُنهن کي صاف رکڻ بہ اسان
جو فَرض آهي. ماحول صاف هوندو تہ صحت سُٺِي رهندي. گند
ڪِچرو گهرَ جي آس پاس نہ ڇڏجي.

شوڪت: سائين، صحت لاءِ ڪهڙو
ڪاڌو ڪائڻ ضروري آهي؟

اُستاد: ڪاڌي ۾ اَناج، ڀاڄِيون،
داليون، گوشت، مَڇِي ۽
ميوا ڪائڻ گهرجن. ميوا ۽
ڀاڄيون تازيون هجن. رَڌَڻ کانِ
اڳ انهن کي چڱِيءَ طرح
ڌوئجي . ڳريل سڙيل ۽
پارُوٺيون شيون نہ ڪائجن.
روزانو کِيرُ پِيئڻ کپي.
ڪاڌي ۾ سَٽيُ ۽ مِرچَ مصالحا
گهٽ وجهڻ گهرجن . ڪاڌي
پيتي جا ٿانوَ صاف هئڻ گهرجن.

مومل: سائين، مهربانِي ڪري پاڻيءَ بابت بہ اسان کي ڪجهہ ٻڌائيندا.

اُستاد: ٻارو! مومل ڪيڏي نہ سُٺي ڳالِهہ پُڇِي آهي. سٺي صحت لاءِ
صاف پاڻِي ضروري آهي. پاڻيءَ کي ٿهڪائي، ٺاري پوءِ پيئڻ
گهرجي.

مومل: سائين، آئيندي اسين بہ ائين ڪنداسين.

اُستاد: ها! جيڪڏهن اسين انهن ڳالِهيُن تي ڌِيان ڏينداسين تہ بيماريون
نہ پڪڙبيون ۽ تندرست رهنداسون. چوندا آهن تہ 'تَندرستي هَزار
نِعمَتَ آهي'.

# مشق

۱- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) صحت لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟
(ب) صحت لاءِ ڪهڙا ڪاڏا ڪائڻ گهرجن؟
(ج) صحت لاءِ صفائي ڇو ضروري آهي؟

۲- صحت ۽ صفائيءَ بابت ڪي چار جملا لکو:

۳- پاڙو، هن سبق مان ست نوان لفظ ڳوليو، سُٽن اکرن ۾ لکو:

۴- هيٺين لفظن جا ابتڙ لکو:

| صاف | |
|---|---|
| ٿڌو | |
| اڳ | |
| تازو | |

۵- هيٺ ڏنل جملا درست ڪري لکو:

* آهن هي ڇوڪرا.
* ٿيون ڪيڏن ڇوڪريون.
* رکو صاف ڏند.

٦- تصويرون سُڃاڻي نالا لکو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي صفائي جو صحت سان لاڳاپو سمجهائجي.

سَبَقُ تيرهون

**سکيا جي حاصلات**

* اسلامي ڏڻ جي اهميت سمجهڻ.
* عيد جي اهميت سمجهڻ.
* پڙهڻ لکڻ.
* مذکر مؤنث جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

# عيد الفِطر

رَمضان جو مَهينو مُسلمانن لاءِ پيارو آهي. ان مهيني ۾ مُسلمان روزا رکندا آهن. مهيني جي آخري تاريخن ۾ عيد لاءِ سامان، ڪپڙا لٽا ۽ سوکڙيون پاکڙيون خريد ڪندا آهن.

شَوال مهيني جي چَنڊ ڏسڻ سان عيد جو اعلان ٿيندو آهي. چنڊ جو اعلان ريڊيو ۽ ٽي وي تان ڪيو ويندو آهي. ماڻهو ماڙين تي چَڙهي يا مَٿانهن هنڌن تان چنڊ ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

عيد جي ڏينهن صبح جو ماڻهو وهنجي نوان ڪپڙا پائيندا آهن، مسڪينن ۾ فطرو

۽ ڪاڏو ورهائبو آهي. عيد گاهه ڏانهن نماز پڙهڻ وڃبو آهي. هن عيد کي 'عيدالفِطر' چئبو آهي.

عيد جي ڏينهن ٻار ڏاڍا خوش ھوندا آھن. مائٽن کان عيد جي خرچي وٺي شيون ۽ رانديڪا خريد ڪندا آهن. ڪي ٻار چوڏول ۾ چڙهندا آهن، ڪي پينگهه پيا لڏندا آهن ته ڪي وري ڇيڪلي تي ڦرندا آهن.

عيد جي ڏينهن قِسمين قِسمين عمدا طعام تيار ڪيا ويندا آهن. سيرا، سَيون، کيرُ ڪارڪون ۽ ٻيا کاڌا رڌبا آهن. اهي شيون پاڙيوارن کي به ڏبيون آهن.

عيد جي شام جو شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رانديون به ٿين. ڪٿي ڪوڏي ڪوڏي راند، ڪٿي ملاکڙو ته ڪٿي ڪرڪيٽ راند ٿئي. ننڍا وڏا راندين کي چاهه سان ڏسندا آهن.

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مسلمان ڪهڙي مهيني ۾ روزا رکندا آهن؟

(ب) عيدالفطر جي نماز کان اڳ ڇا ڏبو آهي؟

(ج) ٻار عيد جي خرچيءَ مان ڇا وٺندا آهن؟

(د) عيد نماز ڪٿي پڙهبي آهي؟

٢- صورتخطيءَ لاءِ نوان لفظ:

رمضان عيدالفطر شوال اعلان رانديڪا چاهه

٣- هيٺين خانن ۾ لفظ لکو جيئن: ماءُ—پيءُ

| پيڻ | چاچو | ناني | مامو | ڏاڏي |
|---|---|---|---|---|
| | | | | |

٤- ياد رکو ته: ٻين مذهبن جا وڏا ڏينهن هي آهن:

* ڏياري * هولي * ڪرسمس * ويساکي

٥- رنگ ڀريو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي فطري بابت ڄاڻ ڏني وڃي.

### سکيا جي حاصلات

* ماءُ جو احترام ڪرڻ.
* ماءُ جي ممتا جي جذبي کي بيان ڪرڻ.
* ساڳين آوازن وارا لفظ ڳولڻ.
* الف - ب جي ترتيب موجب لفظ لکڻ.

## سَبَقُ چوڏهون

# مُنهِنجِي اَمَڙِ (بيت)

مون کي ڪنهن تي ڪِير پياريو،
پيارَ منجهان تي گود ويهاريو،
خوش تي هر هر مون ڏي نهاريو،
منهنجي امڙ.

پَنڌ ڪندي جي ڊِڪو ڪاڏُم،
ڪنهن ڪٽي تي چاتيءَ لاتُم،
پيار منجهان تي پاڪر پاتُم.
منهنجي امڙ.

تو ڪئي مون سان آهہ ٻلائي،
تنهن لَئہ ڪريان شُڪر سدائي،
مُور نہ وسري تنهنجي چڱائي،
منهنجي امڙ.

ننڊ ڦِٽي مون جڏهن ٿي پيئي،
ڪنهن ٿي سُمهاريو لولي ڏيئي؟
ڇڏي نہ مون کي ڪيڏهن ويئي!
منهنجي امڙ.

صبح سانجهيءَ سارَ لڌائين،
ڪاڏو پيتو ڪيئن ٿي ڏنائين،
مون تي پنهنجو ساهہ ڇڏيائين،
منهنجي امڙ.

وڏي جڏهن آءٌ وڏو ٿيندس،
سُکَ سوين آءٌ توکي ڏيندس،
توتي پنهنجو ساهہ ڇڏيندس،
منهنجي امڙ.

- پيرو مل ’غريب‘

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اوهان کي هن بيت جون ڪهڙيون سٽون وڌيڪ وڻن ٿيون؟

(ب) اوهان کي اهي سٽون ڇو ٿيون وڻن؟

(ج) ٻار کي لولي ڏيئي ڪير سمهاريندو آهي؟

(د) اوهان وڏا ٿي ماءُ جي ڪهڙي خدمت ڪندا؟

٢- هي بيت سُر سان پڙهي ٻڌايو:

٣- ساڳين آوازن وارا لفظ بيت مان ڳولي لکو:

مثال:

| پياريو | نهاريو |
|---|---|
| ڪاڏم | |
| لڏائين | |
| ڀلائي | |
| ٿيندس | |

٤- هيٺين لفظن کي الف - ب جي ترتيب سان لکو:

امڙ - پنڌ - ڏکو - ڇاتي - ڀاڪر

٥- تصوير ۾ رنگ ڀريو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان رشتن جا نالا پُڇيا وڃن.

سکيا جي حاصلات
* قائداعظم جا گڻ ٻڌائڻ.
* قائداعظم جي خدمتن کي بيان ڪرڻ.
* ابتڙ لفظ ٻڌائڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ.
* حرف جر جو سادو استعمال ڪرڻ.

سَبَقُ پندرهون

# قائدِاعظم مُحمّد علي جِناح رَحمة الله عليه

سنڌ ۾ ڪيترائي وڏا ماڻھو پيدا ٿيا آهن. قائدِاعظم مُحمد علي جناحؒ بہ اُنهن مان هڪ آهي. هُو ڪراچيءَ ۾ ڄائو هو. هُن شُروعاتي تعليم سنڌ مدرسي ۾ ورتي. وڌيڪ تعليم وٺڻ لاءِ هو وِلايَت پڙهڻ ويو. جتان هن قانون جو وڏو اِمتحان پاس ڪيو.

قائدِاعظم محمد علي جناحؒ ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو هوشيار ۽ محنتي هو. هُو وقت تي اسڪول ويندو هو ۽ دِل لڳائي پڙهندو هو. جيستائين اسڪول جو ڪم پورو نہ ڪندو هو، تيستائين آرام نہ ڪندو هو.

هڪڙي ڀيري ماءُ پُڇيس، ’اَبا رات جو ايترو گهڻو ڇو ٿو پڙهين؟‘ هن جواب ڏنو، ’امان، جيڪي ماڻهو محنت نہ ڪندا، سي وَڏي دَرجي تي ڪِيئن پُهچندا!‘

سچ پچ تہ قائداعظم محمد علي جناحؒ ڏاڍو هوشيار ۽ محنتي هو. پنهنجي محنت ۽ اَورِچائيءَ سان نيٺ وڃي وڏي درجي تي پهتو.

هن جي ڪوشش سان انگريزن کان آزادي ملي ۽ اسان جو ملڪ پاڪستان ٺهيو. سندس خدمتن جي ڪري قوم ڪيس ’قائدِاَعَظم‘ جو لَقَبُ ڏِنو. قائداعظم جو مَطلب آهي، ’تمام وڏو اڳواڻ.‘

پياري وطن جي تَرقيءَ لاءِ قائداعظم محمد علي جناحؒ رات ڏينهن ڪم ڪندو رهيو. گهڻي ڪم سبب، هن جي طبيعت خراب ٿي وئي. ڪُجھ ڏينهن بيمار رَهڻ کان پوءِ گذاري ويو. هن جو مقبرو ڪراچيءَ ۾ آهي.

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قائد اعظم جو سچو نالو ڇا آهي؟

(ب) قائد اعظم ولايت مان ڪهڙو امتحان پاس ڪيو؟

(ج) قائد اعظم کي سندس ماءُ ڇا چيو؟

(د) قائد اعظم ماءُ کي ڪهڙو جواب ڏنو؟

(هه) ”قائداعظم“ لفظ جي معنيٰ ٻڌايو؟

٢- قائد اعظم محمد علي جناح بابت ڪجهه جملا لکو:

٣- هيٺين جا ابتڙ لفظ لکو: مثال: صبح = شام

| | |
|---|---|
| ڏينهن | |
| روشني | |
| اڃو | |
| گرمي | |
| نئون | |

٤- هيٺين جملن ۾ مناسب لفظ وجهي خال ڀريو:

۾ - کي - تي

★ ميز ........ ڪتاب آهي.

★ گلاس ........ پاڻي آهي.

★ مون ........ قلم ڏي.

٥- ٽُٻڪا ملائي تصوير ناهيو:

## سَبَقُ سورهون

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه

**سکيا جي حاصلات**
* شاهه عبداللطيفؒ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* بزرگن جو احترام ڪرڻ.
* شاهه صاحب جي ميلي بابت بيان ڪرڻ.
* لفظن جا ابتڙ لفظ ٻڌائڻ.
* اکر ملائي لفظ ناهڻ.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ سنڌ جو هڪ وڏو صوفي بزرگ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سنڌ جا ماڻهو کيس شاعرن جو سرتاج سڏيندا آهن. شاهه صاحب کي 'شاهه ڀٽائي' ۽ 'ڀٽائي گهوٽ' به سڏيندا آهن. شاهه صاحب جي پيءُ جو نالو شاهه حبيب هو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي ننڍپڻ کان ڏاڍو نيڪ ۽ سلڇڻو هو. هو گهڻو وقت فقيرن، عالمن ۽ راڳين جي صحبت ۾ گذاريندو هو. شاهه صاحب ڏاڍي سڳوري جي عبادت هڪ ڀٽ تي وڃي ڪندو هو. اُن ڀٽ وارو ڳوٺ، اڄ سندس نالي پنيان "ڀٽ شاهه" سڏجي ٿو.

شاهه سائينءَ جي شاعريءَ جي ڪتاب جو نالو 'شاهه جو رسالو' آهي. شاهه سائينءَ پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ سان گڏ سڄي دنيا جي

سڪار لاءِ دعا ڪئي آهي. شاھ صاحب سير سفر جو ڪوڏيو هو. هن سنڌ هند جي ڪيترن ماڳن ۽ شهرن جو سفر ڪيو. شاھ صاحب راڳ ڪي پسند ڪندو هو. شاھ جا فقير تنبوري تي راڳ ڳائيندا آهن.

شاھ صاحب ٦٣ ورهين جي ڄمار ۾ سن ١٧٥٢ع ۾ وفات ڪئي. شاھ صاحب جي قبر جي مٿان سنڌ جي حاڪم غلام شاھ ڪلهوڙي هڪ عاليشان مقبرو اڏايو.

هر سال شاھ صاحب جي وفات واري تاريخ ١٤ صفر تي وڏو ميلو لڳندو آهي. اُهو ميلو ٽي ڏينهن هلندو آهي. اُتي ادبي محفلون، شاھ جو راڳ ۽ سُگهڙن جون ڪچهريون ٿينديون آهن.

ميلي ۾ ملاڪڙو لڳندو آهي، زرعي نمائش ٿيندي آهي. انهيءَ موقعي تي سرڪس، جهولا، رانديڪن ۽ مناين جا دڪان وڏي تعداد ۾ هوندا آهن.

## مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) شاھ عبداللطيف ڀٽائيؒ جي پيءُ جو نالو ڇا هو؟
(ب) شاھ سائينءَ جي شاعريءَ جي ڪتاب جو ڇا نالو آهي؟
(ج) شاھ سائينءَ جو ميلو ڪهڙي تاريخ تي لڳندو آهي؟
(د) شاھ سائينءَ جو مقبرو ڪنهن اڏايو؟
(هه) شاھ جا فقير تنبوري تي ڪنهن جو راڳ ڳائيندا آهن؟

٢- سنن اکرن ۾ لکو ۽ پڙهو:

بزرگ - عظيم - رونق - شاعر - سرتاج - ڪوڏيو

۳- هيٺ ڏنل لفظن جا اُبتڙ لکو:

مثال:

| عالم | جاهل |
| --- | --- |
| اوندھ | |
| پلائي | |
| ڏُک | |

۴- اکر ملائي لفظ ناهيو:

مثال:

| ڪ | ت | ا | ب | ڪتاب |
| --- | --- | --- | --- | --- |
| ب | ز | ر | گ | |
| ع | ظ | ي | م | |
| پ | ي | ا | ر | |
| س | ر | ڪ | س | |

۵- شاھ سائينءَ جي ميلي جو مختصر احوال ٻڌايو:

٦- تَصوِيرون سُجاڻي نالا لکو:

۷- ڪنهن بہ ڏنل ميلي جو احوال ٻڌايو.

أستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان ٻين ميلن جا نالا پُڇيا وڃن.

# سَبَقُ سترهون

## لاٽُونئَڙو ڦيرايُون (بيت)

**سکيا جي حاصلات**

* راند روند ۾ حصو وٺڻ.
* بيت کي سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
* اکر ملائي لفظ ٺاهڻ.
* آواز ملائي لفظ لکڻ.

آءُ تہ لاٽُونئَڙو ڦيرايون!
دوست گهَڙِي کن دِل وِندرايون!

منهنجو لاٽُون سُهڻو سُهڻو،
رَنگا رَنگي ۽ مَن مُهڻو،
ڪارِيگرَ ڪيئن آهي ٺاهيو،
واهہ جو رنگ سان رَنگَ ملايو،
آءُ تہ هن سان رُوحَ رِيجهايُون،
آءُ تہ لاٽُونئَڙو ڦيرايون!

آيُس پَٽ جي ڏور وَٽائي،
ڳاڙها ڦُندَڻ اُن ۾ لائي،
ويڙهي زور سان پَٽَ تي هَٽندس،
نوڙي جهٽ پَٽِ هٽ تي ڪٽندُس،
ڪَڏَندو هٽ تي هُو ڪتڪايُون،
آءُ تہ لاٽُونئَڙو ڦيرايون

هٿ تي ڪَٽنَدسُ هيٺ نہ ڍَهندو،
ڦِرَندو ڦِرَندو ساندهہ رهندو،
ٽڪِجِي پوندو گوهيون هَٽندو،
پوءِ گهڙي ڪن ساهہ بہ ڪٽندو،
بيهڻ جون وارِيندو وايُون،
آءُ تہ لاٽُونئَڙو ڦيرايون!

تُون بہ ڪٽي اچ لاٽُون ڏور،
پوءِ پُڄايُون ڪَنهن جو زور،
لاٽون آهي سُهڻو منهنجو،
ناهي هِن ڪان بِهتَر ڪنهن جو،
چو نہ پيلا پوءِ شَرط پُڄايُون،
آءُ تہ لاٽُونئَڙو ڦيرايون!

- الطاف عباسي

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت مان توهان کي ڪهڙيون سٺون وڙن ٿيون؟

(ب) اهي سٺون اوهان کي ڇو ٿيون وڻن؟

(ج) لاٽون ڇا سان ڦيرائبو آهي؟

٢- هيءُ بيت زباني ياد ڪري گڏجي سُر سان ٻُڌايو.

٣- ڳنڍل اکر ملائي لفظ پورا ڪريو:

| | ڏ | |
|---|---|---|
| ز | | ر |
| | ر | |

٤- پڙهو ۽ سُٺن اکرن ۾ لکو:

لاٽونئڙو ڪاريگر رنگارنگي پٽَ ڦنڊڻ گوهيون ساندھ

٥- ”يون“ آواز ملائي، سامهون پورا لفظ لکو: جيئن ڦيرا جو ڦيرايون

| ڪتڪا | | ريجها | |
|---|---|---|---|
| پُڇا | | وا | |

٦- ٻارو، توهان ڪهڙيون ڪهڙيون رانديون ڪيڏندا آهيو؟

٧- ٽُٻڪا ملائي ڏسو تہ ڇا ٿو ٺهي؟ ۽ پوءِ انهيءَ ۾ رنگ ڀريو.

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي مقامي راندين جا نالا ٻُڌائي، راند جي اهميت کان آگاهي ڏني وڃي.

# بينظير ڀٽو شهيد

**سکيا جي حاصلات**
* بينظير شهيد جي زندگيءَ بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* بينظير شهيد جي خدمتن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* لفظن جا ابتڙ لفظ لکڻ.

بينظير ڀٽو ٢١ جون ١٩٥٣ع تي سنڌ جي گاديءَ واري شهر ڪراچيءَ ۾ ڄائي. هوءَ پاڪستان جي اڳوڻي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀُٽي جي وڏي ڌيءَ هئي.

هوءَ ننڍپڻ کان سهڻي ۽ گُلابي رَنگت واري هئي، جنهن ڪري ڪيس خاندان وارا پِيار مان 'پِنڪِي' سڏيندا هئا. هوءَ ڏاڍي ذهين ۽ سُلجِهيل هئي.

بينظير ڀٽو شروعاتي تعليم ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي. هوءَ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ ڪوهه مريءَ جي هڪ مشهور اسڪول ۾ داخل ٿي. ۽ اعليٰ تعليم لاءِ ولايت وئي، جتان وڏا امتحان پاس ڪيائين.

بينظير ڀٽو پنهنجي پڙهائي

پوري ڪري ملڪ واپس آئي. سياست ۾ حصو ورتو. سال ١٩٨٨ع جي عام چونڊن ۾ هوءَ اسلامي دنيا جي پهرين عورت وزير اعظم بڻي.

بينظير ڀٽو پاڪستان جي ٻه ڀيرا وزيراعظم ٿي. هن پنهنجي مُلڪ جي خوشحاليءَ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي. هُن ملڪ ۽ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ تمام گهڻا ڪم ڪيا.

بينظير ڀٽو غريبن جي مددگار ۽ هڏڏوکي هئي. هوءَ ملڪ جي غريب عورتن جي ڪَچن گهرن ۾ وڃي سندن ڏک سُورَ ٻڌندي هُئي. هن عورتن جي ڀلائيءَ جا ڪيترائي پروگرام شروع ڪيا، جيڪي اڄا تائين هلي رهيا آهن. اهڙيءَ طرح هن سڄي حياتي پنهنجي ملڪ ۽ عوام جي خدمت ڪندي گذاري.

بينظير ڀٽو کي ٢٧ ڊسمبر ٢٠٠٧ع تي راولپنديءَ شهر ۾ شهيد ڪيو ويو. سندس آخري آرامگاهه اباڻي قبرستان ڳڙهي خدابخش، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي.

## مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) بينظير ڀٽو ڪٿي ڄائي؟
(ب) بينظير ڀٽو شروعاتي تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟
(ج) هوءَ ڪيترا ڀيرا پاڪستان جي وزيراعظم بڻي؟
( د) سندس شهادت ڪهڙي شهر ۾ ٿي؟
(هه) بينظير ڀٽو شهيد جي آخري آرامگاهه ڪٿي آهي؟
(و) اسلامي دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم ڪير هئي؟

٢- بينظير ڀٽو شهيد بابت مختصر احوال ٻڌايو:

٣- هيٺ ڏنل لفظن جا ابتڙ لکو:

مثال:

| ڏک | سک |
| --- | --- |
| ڀلائي | |
| وڏيڪ | |
| غريب | |

سکيا جي حاصلات
* سفر جي وسيلن کي ڄاڻڻ.
* ريل گاڏيءَ جا فائدا ڄاڻڻ.
* ريل گاڏي بابت گفتگو ڪرڻ.
* سادا جملا لکڻ ۽ پڙهڻ.

سَبَقُ اوڻيهون

# ريل گاڏي

آڳاٽي زماني ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين وڃڻ لاءِ ماڻهو گهوڙن، اُٺن، گڏهن ۽ ڏڳي گاڏين تي سفر ڪندا هئا. اُن ۾ گهڻو وقت لڳي ويندو هو. پر هاڻي اچ وڃ جا ڪيترائي وسيلا موجود آهن. انهن مان ريل گاڏي بہ هڪ وسيلو آهي. ريل گاڏي ٿوري وقت ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين پهچائي ٿي.

ريل گاڏيءَ ۾ انجڻ ۽ ماڻهن جي ويهڻ لاءِ ڪيترائي گاڏا هوندا آهن. ريل گاڏيءَ کي انجڻ ڇڪيندي آهي. اڳي انجڻ ٻاڦ تي هلندي هئي، پر هاڻي ڊيزل ۽ بجليءَ تي هلي ٿي. ريل گاڏي لوهہ جي پٽڙين تي هلندي آهي.

مسافر ريل گاڏين کان سواءِ مال گاڏيون بہ ٿينديون آهن. مال گاڏيون وڏا ۽ ڳرا سامان کڻي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين رَسائينديون آهن. ريل گاڏيءَ جي انجڻ جارج اسٽيفنسن نالي هڪ سائنسدان ايجاد ڪئي.

اسان جي ملڪ ۾ پهرين ريل گاڏيءَ جي پٽڙي ڪوٽڙيءَ ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ وڇائي ويئي. ان کان پوءِ سڄي ملڪ جي شهرن کي ريل جي پٽڙيءَ وسيلي ڳنڍيو ويو.
اڄ به ماڻهو سير ۽ سفر جي جديد سهولتن هوندي به ريل گاڏيءَ ۾ سفر ڪن ٿا.

## مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اڳاٽي زماني ۾ ماڻهو ڪيئن سفر ڪندا هئا؟
(ب) ريل گاڏيءَ جي انجڻ ڪهڙي سائنسدان ايجاد ڪئي؟
(ج) اسان جي ملڪ ۾ پهرين ريل جي پٽڙي ڪٿي وڇائي وئي؟
(د) ريل گاڏيءَ مان ڪهڙا فائدا آهن؟
(هـ) اڄ وچ جا ٻيا ڪهڙا وسيلا آهن؟

٢- ريل گاڏيءَ بابت مختصر احوال ٻڌايو:

٣- جملا پڙهو ۽ لکو:

- اڄ ريل گاڏي ڪانه آئي.
- مون ماني کاڌي آهي.
- هو ڪونه ڊوڙيو.
- انور ڪتاب پڙهيو آهي.

٤- پڙهو ۽ سٺن اکرن ۾ لکو:

| گهنائڻ | اسٽيفنسن | ايجاد | مال گاڏيون | وسيلا |
|---|---|---|---|---|

سکيا جي حاصلات

* گڏجي راند روند ڪرڻ.
* بيت سُر ۽ لئہ سان پڙهڻ.
* نوان لفظ ڄاڻڻ.
* بي ترتيب لفظن کي ترتيب سان لکي مصرعا لکڻ.

سَبَقُ ويهون

# گُڏِي (بيت)

اَچوڙي پينر، راند رچايون،
ننڍڙي گُڏڙيءَ کي پرڻايون.

اچو گُڏيءَ کي زيور پايُون،
پرت پريل پوشاڪَ ڍَڪايُون،
گُلن ڦُلن جي سيجَ وِڇايون،
ڏاج ڏِيون ۽ گهور گُهمايون.

گڏجي گيت خوشيءَ جا ڳايون،
ننڍڙي گُڏڙيءَ کي پرڻايون.

گُڏڙي ٻڻجي گهر جي راڻي،
پڙهيل لِکيل ۽ سُگهڙ سِياڻي،
رَهي نہ محنت کان ويڳاڻي،
کُٽي نہ اُن جو اَن ۽ پاڻي.

ڏين مبارڪ مايون دايون،
ننڍڙي گُڏڙيءَ کي پرڻايون.

- الطاف عباسي

# مشق

### ١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت جون اوهان کي ڪهڙيون سٽون وڻن ٿيون؟

(ب) اهي سٽون اوهان کي ڇو ٿيون وڻن؟

(ج) گڏيءَ کي ڇا ڇا پارائبو آهي؟

### ٢- هي بيت سُر سان گڏجي ڳائي ٻڌايو:

### ٣- هيٺين لفظن کي ترتيب سان لکو:

(الف) گڏجي جا ڳايون گيت خوشي.

(ب) مايون مبارڪ دايون ڏين.

### ۴- تصويرن ۾ رنگ ڀريو:

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي ڇوڪرين جي راند بابت آگاهي ڏني وڃي.

سکيا جي حاصلات
* سير سفر جي اهميت ڄاڻڻ.
* ماڳن جي ڄاڻ پرائڻ.
* لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.

سَبَقُ ايڪِيهون

# ڪينجهر ڍنڍ جو سير

اسان جي اسڪول جي ٻارن کي هر سال ڪنهن مشهور هنڌ جو سير ڪرايو ويندو آهي. هن دفعي اسان گڏجي ڪينجهر ڍنڍ گهمڻ جو پروگرام ناهيو.

آچر جي ڏينهن سيئي شاگرد اسڪول ۾ سوير پهچي ويا، بس آئي ته استاد، شاگردن کي هدايت ڪئي ته سڀ شاگرد قطار ناهي بَسِ ۾ چڙهو. جڏهن شاگرد ۽ اُستاد بس ۾ ويٺا ته بَسِ ڪينجهر طرف رواني ٿي.

شهزاد: سائين، ڪينجهر ڍنڍ تي اِهو نالو ڪيئن پيو؟

استاد: چون ٿا ته ڪينجهر نالي هڪ مهاڻو هو، جيڪو اُتي رهندو هو. سندس نالي جي پنيان هن ڍنڍ تي اهو نالو پئجي ويو. هيءَ ڍنڍ ٺٽي ضلعي ۾ آهي.

نعيم: سائين، هي ننڍين ٽڪرين جي وچ ۾ ڪهڙو شهر آهي؟

استاد: ٻارو، اهو سنڌ جو هڪ تاريخي شهر جهرڪ آهي. بس اڳتي هلي ته هڪ وڏو قبرستان ڏسڻ ۾ آيو. استاد ٻڌايو ته هي ’سوندا‘ جو قبرستان آهي.

سورٺ: سائين، اهي وڻ کهڙي شهر جا پيا ڏسجن!
استاد: اِهي وڻ ڪينجهر ڍنڍ جا آهن.
مُومل: هتي تہ رڳو پاڻي ئي پاڻي آهي.
استاد: ها، هيءَ ڍنڍ سنڌ جي مِٺي پاڻيءَ جي ٻيو نمبر وڏي ڍنڍ آهي.
ڪينجهر تي پهچي استاد اسان سيني لاءِ ٽڪيٽ ورتي ۽ اسان ڪينجهر ڍنڍ جي بند تي اچي پهتاسون.
اسلم: سائين، پاڻيءَ اندر هي ڪهڙيون گاڏيون پيون هلن؟

استاد: هي گاڏيون نہ، پر ٻيڙيون ۽ لانچون آهن، جيڪي پاڻيءَ تي ترن ٿيون. هاڻي اچو تہ ٻيڙي تي چڙهي ڪينجهر ڍنڍ جو سير ڪريون.
استاد ٻڌايو تہ هيءَ ڍنڍ ڇهہ ڪلو ميٽر ويڪري ۽ چوويهہ ڪلوميٽر ڊگهي آهي. ڪراچي شهر کي پيئڻ جو پاڻي بہ هن ڍنڍ مان ملي ٿو. ڪينجهر ڍنڍ جي وچ ۾ سامهون هڪ قبر آهي. اها چون ٿا تہ سنڌ جي نوريءَ نماڻيءَ جي قبر آهي.
مُومل: سائين نوري ڪير هئي؟
استاد: نوري هڪ مُهاڻي هئي، اُن جو سڱ ڄام تماچي بادشاهہ، مهاڻن کان ورتو ۽ نُوريءَ سان شادي ڪيائين. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ نُوري ڄام تماچيءَ جو داستان ڳايو آهي.

اسلم: سائين، اها سامهون ڪهڙي عمارت نظر پئي اچي؟
استاد: اها مشهور هوٽل ’نوري ريسٽورنٽ‘ آهي. هلو تہ اتي هلي ڪجهہ کائون پيئون.
شهزاد: سائين، هي جايون ڪنهن جي لاءِ ناهيون ويون آهن؟
استاد: اهي جايون سرڪار سياحن جي رهائش لاءِ ٺهرايون آهن. ٻارو، هاڻي شام ٿي چڪي آهي. بس ۾ ويهو تہ پنهنجي شهر ڏانهن هلون.

## مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسڪول جي ٻارن ڪهڙي ماڳ جو سير ڪيو؟

(ب) ڪينجهر ڍنڍ تي اهو نالو ڪيئن پيو؟

(ج) ڪينجهر تي ڪهڙي هوٽل ٺهيل آهي؟

٢- ”ڪينجهر ڍنڍ“ بابت ڪي بہ پنج جملا لکو:

٣- هيٺ ڏنل لفظن کي جملن ۾ لکو:

| سير | بس | مهاڻو |
|---|---|---|

- ................ سفر ڪرڻ گهرجي.
- ................ مڇي ڦاسائي پيو.
- ٻار ................ ۾ چڙهيا.

۴- ياد رکو تہ:

- ڪينجهر ڍنڍ ٺٽي ضلعي ۾ آهي.
- منڇر ڍنڍ ڄام شوري ضلعي ۾ آهي.
- منڇر ڍنڍ ايشيا جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ آهي.

## سَبَقُ ٻاويهون

# رانديون

**سکيا جي حاصلات**

* رانڌين جي اهميت سمجهڻ.
* رانڌين ۾ حصو وٺڻ.
* نظم و ضبط سکڻ.

ٻُڌايو ته:

(الف) ڇوڪرا ڪهڙيون رانديون ڪيڏي رهيا آهن؟

(ب) ڇوڪريون ڪهڙيون رانديون ڪيڏي رهيون آهن؟

(ج) راندين ڪيڏڻ مان ڪهڙا ڪهڙا فائدا آهن؟

أستاد لاءِ هدايت: تصويرن ۾ ڏنل راندين جي ڄاڻ ڏئي ۽ انهن بابت گفتگو ڪرائي.

**سکيا جي حاصلات**

* پروليون ٻُڌائڻ.
* پروليون ياد ڪرڻ.
* سادا سواليہ جملا پڙهڻ ۽ لکڻ.

## سَبَقُ ٽيويهون

# پَجُ پرولي (بيت)

هيڏڙو هيڏڙو پاڻ،
جنهن کي سو سُين ساڻ!
جيڪو آهي سڄُاڻ،
سو پيجي پرولي هاڻ.

اُس ۾ آءٌ اڇان ٿو،
ڇانءُ ۾ آءٌ پڄان ٿو،
ادڙي، ادڙا! ٿوڪان،
پنهنجو نانءُ پُڇان ٿو!

ويري آهي اونده جو،
رات سڄي هو جاڳي ٿو،
سارو ڏينهن سُتو پيو آهي،
اوهين ٻُڌايو ڇا هي سو؟

ڪچي ڪاڄي، رڏل ڪاڄي،
اڇي ڪُڪڙ، سائو پُڇُ،
سانڍاٽو بہ نهي ان جو،
پيارا ٻالڪ! هاڻ تہ ڪُڇُ!

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کي پرولين جي پيڄٽيءَ ۾ مدد ڪئي وڃي.

# مشق

۱- ٻُڌايو تہ:

(الف) هنن پرولين مان اوهان کي ڪهڙي پرولي وڻي ٿي؟

(ب) ٻي پرولي ڇا بابت آهي؟

(ج) پروليون ياد ڪري ٻڌايو.

(د) توهان کي ڪا پرولي ياد هجي تہ ٻڌايو.

۲- هيٺيان جملا پڙهو ۽ لکو:

- هي ٻال ڪنهن جو آهي؟
- هي ڪير آهي؟
- هي ڪهڙو پکي آهي.

۳- تصويرون سڃاڻي نالا ٻڌايو.

۴- ياد رکو تہ: پرولي کي ڳُجهارت بہ چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

## سَبَقُ چووِيهون

# لالچي ڪُتو

(تصويري ڪهاڻي)

**سکيا جي حاصلات**

* لالچ کان پاسو ڪرڻ.
* تصوير ڏسي ڪهاڻي ٻڌائڻ.
* خال ڀري آکاڻي مڪمل ڪرڻ.
* لفظن جي ترتيب سمجهڻ.
* واحد جا جمع لکڻ.

# مشق

مفت ورهاست لاءِ

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) تصوير نمبر ١ ۾ ڪُتي جي وات ۾ ڇا نظر اچي پيو؟
(ب) تصوير نمبر ٢ ۾ ڪُتي کي پاڻيءَ ۾ ڇا نظر پيو اچي؟
(ج) تصوير نمبر ٣ ۾ هَڏو ڪِٿي ڪري پيو؟
(د) تصوير نمبر ۴ ۾ ڪُتو ڇا ڪري رهيو آهي؟
(هه) ڪُتي جي ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟

٢- تصويرن کي ڏسي ”ڪُتي“ جي ڪَهاڻِي پنهنجي لفظن ۾ ٻڌايو:

٣- پڙهو ۽ لکو:

ڪَهاڻِي - لالچ - نصيحت - پاڇو - وات

۴- هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| ڪهاڻي | |
| نصيحت | |
| پاڇو | |
| هڏو | |

۵- هيٺ ڏنل لفظن مان خال ڀريو تہ جيئن جملا مڪمل ٿين ۽ ڪهاڻي بہ مڪمل ٿئي.

(هَڏو - ٻيو ڪُتو - پاڇو - ڪُتو)

(الف) هِڪڙو هو .........................
(ب) اُن جي وات ۾ ......................... هو.
(ج) اُن پاڻِيءَ ۾ پنهنجو .....................ڏٺو.
(د) ان کي لڳو تہ پاڻيءَ ۾ هِڪ .........................بہ آهي.
(هه) ۽ اُن جي وات ۾ بہ ................................ آهي.
(و) اُن ٻئي ڪُتي کان ...................... گسڻ پئي چاهيو.

★ هِنَ ڪَهاڻِيءَ مان اِها نَصيحت ملي ٿِي، تہ لالَچ بُرِي بَلا آهي.

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان سندن پسند جي ڪهاڻي پُڇي وڃي.

سکيا جي حاصلات
* سھڻا اخلاق سکڻ.
* محاورا، سھڻا اخلاق ياد ڪرڻ.
* پھاڪا ۽ چوڻيون سکڻ.

مفت ورھاست لاءِ

## سَبَقُ پنجويھون

# ياد ڪرڻ جھڙيون ڳالھيون

- اللہ سائينءَ کي ھرھنڌ حاضر ڄاڻو.
- ماءُ پيءُ، اُستاد ۽ وڏن جو احترام ڪريو.
- پِينگھي کان قَبر تائين عِلم پِرايو.
- ننڍن سان پيار ڪريو.
- سدائين سَچُ ڳالھايو.
- غريبن جي سار لھو.
- پاڙيسرين جو خيال ڪريو.
- سدائين صاف ستھرا رھو.
- ھر ڪم وقت تي ڪريو.
- جانورن تي ڪھل ڪريو.

## مشق

١- ھيٺ ڏنل لفظن جا اُبتڙ ناھيو:

| غريب | |
|---|---|
| ننڍن | |
| سُٺو | |
| ھيٺ | |
| پري | |

۲- مناسب لفظن سان خال پريو:

| احترام | ڪهل | سُترا | سار | حاضر | وقت |
|---|---|---|---|---|---|

* خدا کي هرهنڌ ............. ڄاڻو.
* ماءُ پيءُ، اُستاد ۽ وڏن جو........... ڪريو.
* غريبن جي ........... لهو.
* سدائين صاف ............. رهو.
* جانورن تي ................. ڪريو.
* هر ڪم ........... تي ڪريو.

۳- سُڄاڻي نالا ٻڌايو:

مفت ورهاست لاءِ



# دُعا

**سکيا جي حاصلات**

* الله تعاليٰ جي صفتن بابت ڄاڻڻ.
* الله تعاليٰ کان گهرڻ جي عادت پيدا ڪرڻ.
* هر آواز لفظن کي پڙهڻ.
* اکر ملائي لفظ ٺاهڻ.

اسان کي تُون سائِين، سدائين خدايا!
ڪرم سان اُپائين، نِپائين خدايا!

جِيارين تُون مارِين تون، آهين تُون مالڪ،
تُون ئي رِزق سڀ کي، رَسائين خدايا!

نہ مَٽ تُنهنجو مولا، تُون بي مثل آهين،
اسين تُنهنجا ٻانها، تُون سائين خدايا!

ڏِسين تو ٻَسين تو، تُون هر جاءِ اسان کي،
تون شل وات پنهنجي، ٻَسائين خدايا!

ڪريُون علم حاصل، چَڱو ڪر اسان کي،
جوانيءَ کان پيريءَ تائين خدايا!

ڪريُون تُنهنجي در تي ثنا، هي عرض سائين،
ڪَڪرُ شل ڪرم جو، وَسائين خدايا!

- مرزا قليچ بيگ

مفت ورهاست لاءِ

# مشق

١- هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت مان اوهان کي ڪهڙيون سٽون وڻن ٿيون؟

(ب) اهي سٽون اوهان کي ڇو ٿيون وڻن؟

٢- هيءُ بيت زباني ياد ڪري گڏجي سُر سان ٻُڌايو.

٣- هم آواز لفظ پڙهو ۽ لکو:

اپائين - نپائين، پنهنجي - تُنهنجي، رسائين - پسائين

۴- هيٺيان خال پري سٽون مڪمل ڪريو:

* جِيارين تُون .............. تون، آهين تُون مالڪ،

تُون ئي ............... سڀ کي، رَسائين خدايا!

* ڏِسين تو .............تو، تُون هر جاءِ اسان کي،

تون شل واٽ پنهنجي، ....................... خدايا!

* ڪريُون .............. در تي تا، هي عرض سائين،

ڪَڪرُ شل ڪرم جو، ....................خدايا!

اُستاد لاءِ هدايت: ٻارن کان دُعا سُر سان ڪورس ۾ چوَرائي وڃي.

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **آ ا** | |
| آس | اُميد - آسرو |
| آرامگاهه | مُقبرو- قبر |
| آڳاٽو | قديم- پراڻو |
| اَجايو | بيڪار- بي سبب |
| اَسد الله | الله جو شينهن |
| اِنجڻ | مَشين-ڪَل |
| اَمين | اَمانت رکڻ وارو |
| اِندلٺ | اُپ ۾ ست رنگي ڪماڻ |
| **ب ٻ** | |
| بُزرگ | الله وارو درويش |
| بي مثل | جنهن جو ڪو مَٽ نہ هجي |
| بي مُلهيون | مُفت-بنا قيمت |
| ٻاڦ | اُپ |
| ٻانهو | ٻَندو-غُلام |
| **ت ٿ پ** | |
| تَپتِ | گرمي- تَپش |
| تَنِين | اُنهن |
| تَهڪائي | اوڀاري |
| پَٽ جي ڏور | ريشم جو ڌاڳو |
| پِرايو | سِکيو-حاصل ڪيو |
| **ج** | |
| جاڪوڙ | محنت-ڪوشش |
| جام | گهڻو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جَماعت | ٽولِي |
| جهٽ پَٽ | يَڪدم |
| جهرمِر | ٽِمڪڻ چِمڪڻ |
| **ڏ ڊ ر** | |
| ڏاجُ | ڪُنوار کي ڏنل سامان |
| ڊولُ | نظارو- ڏيک |
| ڍَهندو | ڪِرندو |
| رَحمت | ٻاجهہ - مِهر |
| رُڪن | ٿنڀو |
| رِيجهايو | وِندرايو |
| **س ش** | |
| سارَ | سَنڀال - يادِ |
| ساراهَ | واکاڻ - تعريف |
| سانوڻ | وَسڪاري جي مُند |
| سُجاڻ | عقل وارو - ڏاهو |
| سَچار | سَچُ ڳالهائيندڙ |
| سَدا | هَميشه |
| سَرتاج | ڀاڳارو - بادشاهه |
| سُگهڙُ | ڏاهو - سِياڻو |
| سُگنڌ | خوشبوءِ - سُرهاڻ |
| سَڳُ | رشتو - مائٽي |
| سُوسات | تيز هوا جو آواز |
| سُوکڙيون | تُحفا |
| سُڪار | خوشحالي - سهانگائي |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| شَرط | هوڏ - بازي |
| شُڪر | ٿورو - مهرباني |
| **ص ط** | |
| صادِق | سَچو |
| طاقت | سَگهه |
| طعام | کاڌو |
| **ع غ** | |
| عالِم | عِلم وارو |
| عُمدا | قيمتي - اوچا |
| عنايت | مهرباني |
| عِيد | خوشيءَ جو ڏينهن |
| عِيد الفِطر | فطري واري عيد |
| **ڦ ق ڪ** | |
| ڦُندڻ | ٺَئونرُ |
| قائدِاعظم | وڏو اڳواڻ |
| قَبيلو | ڪُٽنب - بِرادري |
| ڪچهري | ميڙاڪو - ڳالهه ٻولهه |
| ڪوڏيو | شوقين |
| ڪَهل | ٻاجَهه - مِهر |
| **گ گهه ل** | |
| گودِ | هنجَ - جهولِي |
| گوهيُون | ڦيريُون |
| گِهمَر پَري | پوسَل وارِي - آلِي |
| لولِي | گِيتَ |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **م ن و ه** | |
| ماءُ | امڙ |
| مايُوس | نا اُميد |
| ماڳُ | هَنڌ - جاءِ |
| مَٽُ | برابر |
| مِثال | نَمونو |
| مُدام | سدائين |
| مِڙو | گَڏ ٿيو |
| مَقبرو | قبو - قبر |
| مِهر | ٻاجهه - رحم |
| مهندار | اڳواڻ |
| نانءُ | نالو |
| نِروار | ظاهر |
| نِماڻِي | نِوِڙت واري |
| والد | پيءُ |
| والده | ماءُ |
| واهرُو | مددگار |
| وَسڪارو | مِينهن |
| وَسيلا | ذَريعا |
| وِلايت | پَرڏيهه |
| ويرِي | دُشمن |
| همَدردي | ڏُک سُک ۾ ڀائيوار |
| هَڏڏوڪِي | همَدرد - گهَٽگهرو |